۷۸۶

# انجمن اماميه سنڌ حيدرآباد

## ويسٽ پاڪستان

۴۴- ساليانو اجلاس ۽ تنظيمي جلسو

منعقد ۱۴- ۱۵- ۱۶- مارچ ۱۹۵۸ع مطابق ۲۲-۲۳-۲۴- شعبان

۱۳۷۸ھ بروز جمع- ڇنڇر ۽ آرتوار

## سالانو رپورٽ

هي ڪتاب سيد قربان علي شاھ ولد مرحوم
سيد شاھ محمد شاھ موسوي پنجتني اماميه
اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس اسٽيشن روڊ
حيدرآباد ۾ ڇپيو

۽

سيد علي بخش شاھ سيڪريٽري انجمن اماميه
سنڌ حيدرآباد مان شايع ڪيو

۷۸۶

# انجمن اماميه سنڌ حيدرآباد

# ويسٽ پاڪستان

۴۳- ساليانو اجلاس ۽ تنظيمي جلسو

منعقد ۱۴- ۱۵- ۱۶- مارچ ۱۹۵۸ع مطابق ۲۲-۲۳-۲۴- شعبان

۱۳۷۸هه بروز جمع- ڇنڇر ۽ آرتوار

## سالانه رپورٽ

### آنرري جنرل سيڪريٽري

مالڪ حقيقي ۽ جا لاانتها شڪرانا بجا آڻيون جنهن فيض عميم سان انجمن اماميه جو ۴۳ جلسو اکين سان ڏيکاريو.

هن انجمن جو بنياد اهڙن متبرڪ صاحبن جي هٿن سان رکيل آهي جو الله تعاليٰ عز وجل ۽ حضرات اهلبيت اطهار عليهم السلام جي لطف ۽ ڪرم سان انجمن جو وجود اڃا تائين قائم آهي ۽ انشاءالله تعاليٰ تا بہ قيام قيامت قائم رهندو- آمين.

انجمن اماميه جي گذريل تواريخ سابق عهديدارن ۽ همدردن جون خدمتون وساري ڇڏڻ وڏي احسان فراموشي آهي تنهنڪري مئنيجنگ ڪميٽي

مورخه ٢ مارچ ١٩٥٨ ۾ پڪراءِ فيصلو ٿيو تہ انجمن جي آواريءَ، جولن عهديدارن جون ڪل فوٽون ۽ ٻين صاحبن جا فوٽو ملي سگهن تہ جا بلاڪ، خواه انجمن جي بلڊنگ جو بلاڪ وغيره موجوده عهديدارن جي گروپ فوٽن جي بلاڪن سميت ڪتابي شڪل ۾ اهڙيءَ ريت لکي مرتب ڪري محفوظ ڪجي جو موجوده خواه آئينده نسلن لاءِ مشعل عمل ثابت ٿئي. موجوده عهديدارن مان جيڪو بہ پنهنجو بلاڪ ٺهرائي ڏيندو تہ اهو بہ ان ڪتاب ۾ داخل ڪيو ويندو. اهو ڪم انجمن جي جائنٽ سيڪريٽري مسٽر محمد هاشم عرف ميوه خان جي ذمي لڳايو ويو آهي جو جهونن ميمبرن مان آهي جنهنکي انجمن جي سرگذشت جي جيتري خبر آهي اوتري ٻئي عمر وارن عهديدارن کي نہ آهي جيئن تہ اهو ڪم خرچ جو آهي تنهنڪري جي ڪڏهين قوم اهڙي ضروري ڪم لاءِ امداد جو هٿ ٻڪهيڙي تہ ”قطره قطره دريا مي شود“ وانگر ڪتاب جو خرچ وصول ٿي ويندو.

شروعات کان وٺي هيستائين انجمن جا دوڪان ٺهيل نہ هئا هيستائين انجمن جو پيڙو قوم جي مدد سان هلندو رهيو. هاڻي الحمد لله قوم تان ڪجهہ حصو بار جو لهي ويو آهي. هن سال بہ ٻن ٽن دوڪانن ۽ پريس ڪمري جي مٿان زنانہ ڪوارٽر ٺهرائڻ جو ريزوليوشن

بحال ڪئي چڪو آهي ۽ ان اسڪيم مطابق نقشہ تيار ڪرايو آهي ۽ ڪم لاءِ منظور ٿيل رقم بئنڪ مان ڪڍائي ڪم جلائڻ لاءِ سرون خريد ڪيون ويون آهن ۽ باقي تعميري سامان خريد ڪيو سون ته ڪن گهٽگهرن جي صلاح ۽ مصلحت سبب اهو ڪم ملتوي ڪيو ويو آهي جو انشا الله تعالي اپريل ۾ چالو ڪيو ويندو.

ارادا ته اڃان به گهڻا آهن پر جي حضرات پنجتن پاڪ عليهم السلام جي تائيد شامل حال رهي ۽ قوم ڪم ڪندڙن جي حوصلہ افزائي ڪئي ته اڳ جلسہ ۾ بحال ڪيل عزاداري هال. قوم جي ٻچن جي تعليم ۽ سڌاري لاءِ اسڪول ۽ هڪ هنري شعبہ کولڻ جو به ارادو آهي.

ڪار ڪہ بر توڪل ڪردم بہ ابتدا
يارب بفضل خويش رسانش بہ انتها
السعي مني ولا تمام من الله تعالي

گذريل سال کان اڳ جيڪي ڪم ڪئي چڪا آهن تنجو ذڪر گذريل سال جي ڇپيل رپورٽ ۾ موجود آهي ۽ اڪين سان بہ ڏسي سگهجي ٿو.

گذريل سالانہ جلسہ کان بعد هيٺيان تائين هيٺيان ڪم ڪئي چڪا آهن.

# تبليغي ڪم

عشره محرم :- عشره محرم ۾ جلوسن ۽ عزاداري جي مجلسن ۾ انجمن عزادارن ۽ سان ڪافي همدردي ڪئي جنهنجو تفصيل اڳتي ايندو.

۲- ١٠ محرم جي قدمگاه شريف جي وڏي ميدان ۾ دستور موجب ماتمي جلوسن جي گڏ ٿيڻ تي اتي بجه ڪان سادي ڇهين بجه تائين مجلس عزا جو سلسلو هليو جنهنجيم ۾ ذاڪرين ڪرام سان گڏ سيد ابن حسن صاحب نقوي جي تقرير به قابل تعريف آهي ۽ اتفاق شڪني ۽ جو انتظام به انجمن جي طرفان ڪيو ويو

۳- عشره اربعين :- عشره اربعين جون ڏه مجلسون اي ڪندريون جن ۾ اديب اعظم مولانا سيد ظفر حسين صاحب قبله جنڪي مدعو ڪيو ويو هو جنهن تمام ڪامياب مجلسون پڙهيون. جنهنجي تبليغ جو اثر و اثر ليو جو وڏي تعداد ۾ ماڻهو شوق سان ايندا رهيا.

قديم مخصوص مجلسون به دستور موجب ٿينديون رهيون آهن.

باره وفات يعني ٻارهين ربيع الاول ميلاد النبي جي ڪل اسلامي فرقن جي گڏيل جلسه ۾ شهر عالم کي دعوت ڏيڻي سڏائڻ جو بار " انتظامي ڪميٽي ميلاد النبي " جي صدر صاحب مرحوم مير غلام مجدد صاحب سرهندي ۽ انجمن تي رکيو ۽ ٢٥ روپيه ڪرايه

ڇا ۾ موڪلي ڏنا. انجمن سنڌ ۾ دعوت قبول ڪري
پنهنجي خرچ سان مولانا محمد بشير صاحب قبله فاتح
ٽيڪسلا کي گهرائي جامع عربيه اسڪول ۾ مسلمانن
جي عام اجتماع ۾ پيش ڪيو جنهنجي شان نبوت
تي مدلل تقرير جي خوشبو ايتري قدر پکڙي جو حضرات
اهلسنت مان گهڻن انجمن جي عهديدارن کي هديه
مبارڪ ڏئي خواهش ڏيکاري ته هر سال ميلادالنبي
جي جلسي ۾ ٻين عالمن سان گڏ شيعه عالم جو مدعو
ڪرڻ به لازمي آهي ۽ اتحاد بين المسلمين جي قائم
ڪرڻ جو ذريعو اهڙيءَ عمل سان ٿي سگهي ٿو
بشيرالملت جي تقرير ۽ پيغام اتحاد ايتري قدر مقبول
عام ٿيو جو عاليجناب سيد ميران محمد شاه صاحب
مولانا صاحب کي پنهنجي ڪار ۾ پاڻ سان گڏ ويهاري
انجمن تائين پهچائي ويو. تبليغي نقطه نگاه سان ڏسبو
ته انجمن جي اها هڪ خدمت اهڙي آهي جنهنتي
قوم جيترو به فخر ڪري ته ٿورو آهي.

قدمگاه شريف تي اڳوڻي سلسله مطابق هر جمع
تي انجمن جي وائيس پريزيڊنٽ صاحب سيد ويڏل
شاه جي سعي ۽ ڪوشش سان مجالس عزا روز بروز
ترقي پذير آهن ۽ مخصوص مجلس ۾ بــ واڌارو
ٿيو آهي.

اسٽيشن روڊ پراڻو ٿيڻ ڪري ايترو مٽي ٿي پيو

هو جو برسات جو پاڻي اندر اچي ويندو هو جنهنڪري
پاڻيءَ جي روڪ لاءِ انجمن جي بلڊنگ جي دروازن
کي مٿي ڪرايو ويو آهي ۽ وڏي دروازي کي سيمينٽ
سان درست ڪرايو ويو آهي ۽ مرمت جا ڪم ضرورت
آهر ڪمرداري ۽ ڪفايت شعاريءَ سان ڪرايا ويا آهن

پاڻيءَ جي سبيل جو خرچ مرحوم سيد آغا فتح
علي شاه اعلي الله مقامه سابق وائيس پريزيڊنٽ
جنهنجي ذمي ڪيو هو ۽ سندس بيماري ۽ انتقال
سبب پاڻيءَ جا بل رهجي ويا جي سندن اولاد باوجود
تقاضا ڪرڻ جي ڏئي نه سگهيا جنهنڪري پارهن
سالن جو بل انجمن ڀري ڏنو.

بجليءَ لاءِ مرحوم سيٺ امام ڏنه محمد ثار و اعلي
الله مقامه سندس والد مرحوم جي يادگار ۽ ثواب
رسانيءَ لاءِ سٺ روپيه هر سال ڏيندو آيو ۽ مرحوم
جي انتقال کان بعد به هري ڏاڍي ملندا آيا ۽ ١٣-
مئي ١٩٥٥ع مسٽر ڪابعليءَ هٿان ٦٠ روپيه مليا
ان کان بعد ڪيترا ڀيرا تقاضا ڪئي وئي مگر اڄ
ٿائين نه مليا آهن. انجمن به اميد پٽسن ملڻ جي
بل ادا ڪندي اهي. اسانکي قوي اميد آهي ته
مذڪوره مرحومين جا ڄاري ڪيل بجلي ۽ پاڻيءَ
جي سبيل جا بقايا سندن اولاد ادا ڪري انهنجي
يادگار کي قائم رکندا.

ترقيءَ جا ڪم:- هن سال مسٽر محرم عليءَ جي مشوره سان جدا جدا ڪمن يعني تبليغ، لئبرري ۽ فري ريڊنگ روم، عزاداري، پريس، تنظيم، اسٽور ۽ رضاڪارن جا شعبا قائم ڪيا ويا آهن جنهن ڪري مٿين شعبن ۾ عام طرح ۽ مجلسن ۽ جلوسن ۾ خاص طرح ڪافي ترقي ٿي آهي ۽ عشره محرم ۾ عزادارن ۽ زائرن کي نياز ۽ سبيل لاءِ ڪنڊ وٺي ڏني وئي ۽ جلوسن جون پرمٽون وٺائي ڏيڻ ۾ ڪافي جد وجهد ڪئي وئي. انجمن ۾ رهائش جي انتظام جي بهتر ڪرڻ لاءِ نيون ڪٽون، بسترا، پراڻين ڪٽن جي مرمت وغيره ڪرائي وئي آهي ۽ شعبه رضاڪار جي جاري ٿيڻ بعد جلوسن ۾ اڳئين کان بهتر انتظام رکيو ويو آهي.

پنجتني اماميه پرنٽنگ پريس مان اخبار، تبليغ ۽ ان سان تعلق رکندڙ اشتهار ۽ مذهبي تبليغي ڪتاب گنجائش آهر نڪرندا رهيا آهن جنهن مان ٽن ڪتابن جو ڪم هلندڙ آهي. مرحوم سيد ثابت علي شاه اعلي الله مقامه جي مذهبي خدمتن کي محسوس ڪري مرحوم جي همنام پوٽي سيد ثابت علي شاه ٿئين سان يادگار جي مجلسن ۾ سخني، قدمي ۽ درهمي مدد ڪري ثابت علي شاه جي حوصله افزائي ڪئي وئي ۽ مجلسون نهايت ڪاميابيءَ سان ٿي گذريون.

گذريل جلسي ۾ اڳيون دستور العمل رد ڪري قانون نئين سر ڇپائي پڌرا ڪيا ويا آهن.

قدم شاه وقف:- هن وقف جي خدمت مير صاحبن جي لکي ڏنل تحرير بعد نمايان طريقي سان انجمن ڪندي آئي آهي ۽ ٻجلي، چيني ۽ جو حاشو ٽائلس جو فرش وقف جي ميدان ۾ پراٽ وجهي هموار ڪرڻ ۽ وقت بوقت مرمتون ڪرائڻ ۾ انجمن ڪافي پاڻ پتوڙيو آهي. انجمن اماميه جي ان وقف جي نگراني ۽ انتظام معنيٰ سڄي سنڌ جي پراڻن باشندن جي طرفان انتظام آهي. وقف جي درستي ۽ سنڀال ۽ انتظام ڏسي هن پيري ۾ انجمن کي سرڪار منتظم مقرر ڪيو آهي. ان تي ڪجهه ڇڪتاڻ هلي رهي آهي. الله تعاليٰ جي لطف ۽ حضرات پنجتن پاڪ جي تائيد سان انشا الله تعاليٰ جلد اصلاح ٿي ويندو.

ميٽنگون:- هن سال ڪل ١١ ميٽنگون ٿيون جن مان ٣- اسپيشل ۽ ٨ دستوري ميٽنگون ٿيون آهن.

## تفصیل آمدني

| | |
|---|---|
| فروري ۱۹۵۷ع جو موجودات | ۱۷۴-۱۴-۰ |

مارچ ۱۹۵۷

| | |
|---|---|
| کرایہ دوکان | ۲۲۰-۰-۰ |
| عطیہ انجمن | ۲۵۰-۶-۰ |
| عطیہ مجلس لاء | ۱۵-۰-۰ |
| میمبري فی | ۲۸۰-۰-۰ |
| دوکاندارن کان ملیل بجلي جي رقم | ۲۶-۰-۰ |
| سالیانہ اجلاس جي آمدني | ۱۴۹۱-۰-۰ |
| | ۲۲۸۲-۶-۰ |

اپریل ۱۹۵۷

| | |
|---|---|
| کرایہ دوکان | ۱۰۳۰-۰-۰ |
| عطیہ انجمن | ۲۲۷-۴-۰ |
| عطیہ مجلس لاء | ۲۴-۰-۰ |
| میمبري في | ۵-۰-۰ |
| دوکاندارن کان ملیل بجلي بابت | ۲۶-۰-۰ |
| | ۱۳۱۲-۴-۰ |

مئي ۱۹۵۷

| | |
|---|---|
| کرایہ دوکان | ۳۰۰-۰-۰ |
| عطیہ انجمن | ۳۰۰-۰-۰ |

| | |
|---|---|
| ميمبري في | ٣٠-٠-٠ |
| دوڪاندارن کان مليل بجلي جي رقم | ٢٧-٠-٠ |
| | ٧٥٧-٠-٠ |

### جون ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| ڪرايه دوڪان | ٣٤٠-٠-٠ |
| عطيه انجمن | ٢٧٥-١٢-٠ |
| دوڪاندارن کان بجليءَ جي مليل رقم | ٢٨-٠-٠ |
| | ٦٤٣-١٢-٠ |

### جولاءِ ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| ڪرايه دوڪان | ٣٨٥-٠-٠ |
| عطيه انجمن | ٢٤١-١٤-٠ |
| ميمبري في | ٣٩-٠-٠ |
| دوڪاندارن کان بجليءَ جي مليل رقم | ٣٠-٠-٠ |
| | ٦٩٥-١٤-٠ |

### آگسٽ ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| ڪرايه دوڪان | ٤٣٥-٠-٠ |
| عطيه انجمن | ٢٧٧-١٢-٠ |
| ميمبري في | ١٠-٠-٠ |

| | |
|---|---|
| عطيه انجمن | ٣٣٦-١٠-٠ |
| دوڪاندارن کان مليل ڀاڙي جي رقم | ٣٠-٠-٠ |
| ڪتابن جي آمدني | ٣-٨-٠ |
| | ٩٢٠-٢-٠ |
| ڪل رقم | ١١٥٢٨-١١-٠ |

مارچ ١٩٥٧ کان فيبروري ١٩٥٨ تائين مٿي ڏيکاريل تفصيلوار سڄي سال جو آمدنيءَ جو ٽوٽل هيٺين موجب آهي.

| | |
|---|---|
| فيبروري ١٩٥٨ ۾ موجودات | ١٧٤-١٤-٠ |
| ڪرايه دوڪان | ٤٧٠٠-٠-٠ |
| عطيه انجمن (جنهن ۾ مولانا صاحب وارا واپس مليل ٢٠٠ روپيه به اچي ويا) | ٤١٠٢-١٠-٠ |
| عطيه مجلسون | ٣٢٧-١١-٠ |
| ميمبري في | ٣٤٨-٠-٠ |
| دوڪاندارن کان ڀاڙي رقم مليل | ٣٤٥-٠-٠ |
| ڪتابن مان آمدني | ٣-٨-٠ |
| گڏيل اجلاس جي آمدني | ١٤٩١-٠-٠ |
| | ١١٥٢٨-١١-٠ |

## تفصيل خرچ

### مارچ ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| پگهار ملازمين | ٣٨-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٣٠-١٤-٦ |
| بجلي بل | ٤٥-١١-٠ |
| ساليانه اجلاس جو خرچ | ١٥٥٠-١١-٠ |
| | ١٦٦٥-١٤-٦ |

### اپريل ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ٤٢-٣-٠ |
| پگهار ملازمين | ٩٩-٠-٠ |
| اخبار پنجتني کي گرانٽ ڏني ويئي | ٢٠٠-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٦-٠-٠ |
| بجلي | ٢٥-٤-٠ |
| مرمت دوڪان | ١٥-٠-٠ |
| | ٣٨٧-٧-٠ |

### مئي ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ١٠-٠-٠ |
| پگهار ملازمين | ٥٨-٠-٠ |
| اخبار پنجتني کي گرانٽ | ٢٨-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٧١-٢-٠ |

| | |
|---|---|
| بجلي | ٧٦-١١-٣ |
| مرمت دوکان | ١٥-٠-٠ |
| | ٢٥٨-١٣-٣ |

جون ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| پگهار ملازمين | ١٧٨-٠-٠ |
| اخبار کي گرانٽ | ٧٢-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٢٢-٠-٠ |
| بجلي | ٥٥-١-٠ |
| مرمت انجمن | ٩٣-٠-٠ |
| مرمت دوکان | ١٥-٠-٠ |
| | ٤٣٥-١-٠ |

جولاء ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ٧١-٣-٠ |
| پگهار ملازمين | ٢٣٨-٠-٠ |
| اخبار کي گرانٽ | ٥٠-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ١٢-٦-٠ |
| بجلي | ٤٨-١٣-٠ |
| مرمت انجمن | ٣٧٦-١٢-٤ |
| مرمت دوکان | ١٤٥-٠-٠ |
| | ٩٤٢-٢-٠ |

### آگسٽ ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ٩٢-٩-٣ |
| پگهار ملازمين | ١١٨-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٩٢-١-٦ |
| بجلي | ٣٣-١١-٦ |
| پارٽي خرچ | ٣٦-٠-٠ |
| مرمت دوڪان | ٤٥-٠-٠ |
| | ٤١٧-٦-٣ |

### سيپٽمبر ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ١٠٦٠-٠-٩ |
| پگهار ملازمين | ١١٨-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٣٣-١٥-٦ |
| بجلي | ٥١-٧-٠ |
| شعمع عزاداري ۽ جي ميٽنگ جي خرچ | ٣٠-٠-٠ |
| | ١٢٩٣-٧-٠ |

### آڪٽوبر ١٩٥٧

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ١١٣-٨-٠ |
| پگهار ملازمين | ١١٨-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ١٣٧-٨-٣ |

| | |
|---|---|
| بجلي | ٥٠-٤-٩ |
| لائبرري ۽ ٽري ريڊنگ روم جو خرچ | ١٧-٥-٠ |
| | ٤٣٦-٩-٩ |

**نومبر ١٩٥٧**

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ٥-٠-٠ |
| پگهار ملازمين | ١١٨-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٣٨-٠-٦ |
| بجلي | ٤٧-١٥-٩ |
| لائبرري ۽ ريڊنگ روم | ١٥-١٣-٠ |
| | ٢٢٤-١٣-٣ |

**ڊسمبر ١٩٥٧**

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ٥-٠-٠ |
| پگهار ملازمين | ٨٨-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٧٩-٢-٦ |
| لائبرري ۽ ريڊنگ روم | ١٧-٢-٦ |
| | ١٨٩-٥-٠ |

**جنوري ١٩٥٨**

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ١٠٥-٠-٠ |

| | |
|---|---|
| ٻگهار ملازمين | ١٠٨-٠-٠ |
| اخبار کي گرانٽ | ١٨٠-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٧٣-١٢-٠ |
| بجلي | ٩٨-١-٩ |
| لائبرري ۽ ريڊنگ روم | ١٧-١٣-٦ |
| واٽر ٽيڪس | ١٠٠-٠-٠ |
| جلسي لاءِ سفير کي راهه خرچ | ٥-٠-٠ |
| | ٦٨٧-١١-٣ |

فبروري ١٩٥٨

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ١١-٠-٠ |
| ٻگهار ملازمين | ١١٨-٠-٠ |
| متفرقه خرچ | ٨٧-١٤-٠ |
| مرمت بجلي | ١٠-٠-٠ |
| لائبرري ۽ ريڊنگ روم | ١٤-١٤-٣ |
| واٽر ٽيڪس | ١٤٣-٠-٠ |
| جلسي لاءِ حافظ صاحب کي ڪرايه وغيره | ٧٧-٠-٠ |
| مرمت انجمن | ٣٧-٠-٠ |
| | ٤٩٨-١٢-٣ |
| ٽوٽل خرچ | ٧٤٣٦-١٢-٦ |

مارچ ١٩٥٧ کان فبروري ١٩٥٨ تائين مٿين حساب موجب سڄي سال جي خرچ جو تفصيل هيٺين موجب جدا جدا ڏيکاري ٿو.

| | |
|---|---|
| مجلس جو خرچ | ۱۵۱۵-۷-۹ |
| پگهار ملازمن | ۱۳۹۷-۰-۰ |
| گرانٽ اخبار ڇپجڻي | ۳۰۰-۰-۰ |
| اولڊ رڊنل اخبار ڇپجڻيءَ کي | ۲۳۰-۰-۰ |
| انجمن جو متفرقه خرچ | ۶۸۴-۱۲-۹ |
| بجليءَ جو خرچ | ۵۴۳-۰-۹ |
| لائبرري ۽ ريڊنگ روم خرچ | ۱۱۳-۰-۳ |
| واٽر ٽئڪس | ۲۴۳-۰-۰ |
| پارٽي خرچ | ۳۶-۰-۰ |
| مرمت انجمن | ۵۰۶-۱۲-۰ |
| مرمت دوڪان | ۲۳۵-۰-۰ |
| هن سال جي اجلاس لاءِ ڪيل خرچ | ۸۲-۰-۰ |
| گذريل اجلاس جو خرچ | ۱۵۵۰-۱۱-۰ |
| جملہ خرچ | ۷۴۳۶-۱۲-۶ |

بئنڪ بئلنس مارچ ۵۷ کان فيبروري ۱۹۵۸ تائين هيٺين موجب آهي.

| | |
|---|---|
| مارچ ۱۹۵۷ ۾ بئنڪ ۾ موجودات | ۲۸۰۷-۰-۰ |
| مارچ ۱۹۵۷ کان فيبروري ۱۹۵۸ تائين بئنڪ ۾ ڀاريل جملہ رقمون | ۳۳۰۰-۰-۰ |
| بئنڪ جو منافع | ۱۶-۴-۰ |
| فيبروري ۱۹۵۸ تائين بئنڪ ۾ موجودات | ۶۱۲۳-۴-۰ |

ڪميٽيءَ جي فيصلي موجب لکين عمارتي ڪم لاءِ
چيڪ رستي سيڪريٽريءَ بئنڪ مان ڪڍايا ٣٥٠٠-٠-٠

---

٣٥٢٣-٤-٠

فيبروري ٥٨ تائين ڪيل بچت ٧٩١-١٤-٦ مان
بئنڪ ۾ ڀاريا ويا ٧٠٠-٠-٠
بئنڪ جو منافع ٢٥-١٠-٠

---

جملي بئنڪ ۾ موجودات ٤٢٤٨-١٤-٠

آمدنيءَ ۽ خرچ جو جنرل حساب هيٺين موجب آهي.

سڄي سال جي آمدني ١١٥٢٨-١١-٠
سڄي سال جو خرچ ١٠٧٣٦-١٢-٦

---

بچت ٧٩١-١٥-٦

مٿين بچت مان تاريخ ١٣-٣-١٩٥٨
جي بئنڪ ۾ ڀاريا ويا ٧٠٠-٠-٠

---

سيڪريٽريءَ وٽ بچت ٩١-١٥-٦

## ضروري نوٽ

١- گذريل سال ڪل آمدني ٩٠٩٥-١٣-٣ روپيه ٿي هئي ۽ هن سال ڪل آمدني ١١٥٢٨-١١-٠ روپيه ٿي آهي جنهن موجب گذريل سال کان هن سال ۾ ٢٤٣٢-١٣-٦ روپيه وڌيڪ آمدني ٿي آهي.